# Khutbah Nikah

## نڪاح جو طريقو ۽ خطبو

به مسلمان مؤمن عاقل بالغ شاهد ۽ ڪنوار جو هڪ وڪيل، عاقل بالغ مسلمان ڪنوار وٽ ويندا ۽ عورت جي وليءَ جي موجودگي ۾ کانئس پڇندا ته فلاڻو پٽ فلاڻي جو شريعت محمدي مطابق هيتري حق مهر جي عيوض توکي قبول آهي؟ (ڪنوار ها چوندي يا ڪنڌ لوڏي هاڪار ڪندي. اها ڳالهه ٽي دفعا پڇبي (جو پڪ ٿئي ته پنهنجي رضا خوشيءَ سان اها شادي قبول ٿي ڪري، ۽ ان ۾ ڪو شڪ، تردد يا دٻاءُ ڪونهي.

ان کان پوءِ نڪاح پڙهائيندڙڪنوار جي وليءَ يا وڪيل جي اجازت سان گهوٽ کان پڇندو ته فلان بنت فلان (عورت) جو نڪاح هيتري مهر جي عيوض توسان ڪيان ٿو. توکي قبول آهي؟ گهوٽ چوي ته ها، يا چوي ته مونکي قبول آهي. اهڙي قبوليت به ٽي دفعا پڇبي ته پڪ ٿئي. (اهو اجابت ۽ قبول جو مرحلو چئبو جيڪو نڪاح پڙهائڻ کان اڳ پورو ڪبو.)

خطبي پڙهائڻ واري کي گهرجي ته  گهوٽ کي سندس ذميدارين ۽ حقن کان آگاهه ڪري، کيس ڪلمو شهادت ۽ ٻيا ڪلما ۽ استغفار پڙهائي ۽ انهن جي معنيٰ سمجهائي  ته جيئن تجديد ايمان ٿئي ۽ گهوٽ پنهنجي نئين زندگيءَ جي نين ذميدارين جي اهميت کي سمجهي ٿو ۽ دلئون ۽ قلبئون قبول ٿو ڪري.

ان کان پوءِ خطبه نڪاح پڙهبو، جنهن ۾ پهريائين قرآن ڪريم مان تقويٰ واريون چار آيتون پڙهيون ويندديون جيڪي گهوٽ ۽ محفل ۾ موجود مسلمان ٻُڌندا (۽ جڻ ته انهن تي شاهد ٿيندا) انهن آيتن ۾ مومنن کي ياد ٿو ڏيارجي ته الله کان ڊڄن جنهن جي نالي تي هڪ ٻئي سان سڱابنديون ٿا ڪن،  ۽ ان کان پوءِ اهو به ياد ڏياربو ته نڪاح گناهن کان بچائي ٿو ۽

جنهن کان پُڄي سگهي سو نڪاح ڪري، جنهن کان پُڄي نه سگهي ته اهو روزا رکي (جيئن گناهن کان پرهيز ڪري سگهي) ۽ خطبي ۾ اهو به ياد ڏيارجي ته نڪاح اسان جي نبي پاڪ جي سنت آهي ۽ نڪاح کان بنا عذر نٽائيندڙ نبي پاڪ وٽ نا مقبول آهي (”اَلنِّکَاحُ مِن سُنَّتي فَمَن رَغِبَ عَن سُنَّتي فَليسَ مِنِّي.“ جو اهو مطلب آهي.)

اُن کان پوءِ دعا گهرجي ته هيءُ رشتو برڪت وارو ٿئي ۽ گهوٽ ۽ ڪنوار جي پاڻ ۾ مودت ۽ رحمت لاءِ دعا گهرجي ته انهن جي پاڻ ۾ محبت هجي ۽ الله جون رحمتون ۽ برڪتون هجن، پوءِ نبين ۽ اهلبيت ۽ اصحابن سڳورن جي شادين ۽ سندن ازواج مطهرات جا نالا وٺي دعا گهُرندا آهن ته هن گهوٽ ۽ هن ڪنوار جي قلبن کي محبت ۽ مؤدت ۽ رحمت سان ائين پاڻ ۾ ملاءِ، ڄڻ جيئن نبين ۽ صالحن ۽ سندن ازواج مطهرات جي دلين کي ڳنڍيُئي ۽ ملايُئي. دعا کان پوءِ ڪارڪون يا ڪا مٺي شئي ورهائجي، جيڪڏهن ٿي سگهي ته نڪاح جي محفل لاءِ لاءِ سڏايل مائٽن مٽن، دوستن احبابن کي پُڄنديءَ سارو ڪجھ کارائجي (جو شاديءَ (خوشيءَ) وقت وليمو کارائڻ نبي پاڪ جي سنت آهي.)

# خطبة النکاح

## بسم الله الرحمٰن الرحيم

**الحمدُ لله نَحَمدُهُ و نَستَعِينُهُ و نَستَغفِرُهُ و نوءمِنُ بِه و نَتَوَکَّلُ عَليهِ، و نَعُوذُ بِاللهِ مِن شُرُورِ اَنفُسِنا وَ مِن سَيِّاٰتِ اَعمالِنا، مَن يِّهدهِ اللهُ فَلا مُضِلَّ لَهُ، وَ مَن يُّضلِلهُ فَلاَ هادِيَ لَهُ. و نَشهَدُ ان لآ اِلٰه اِلاَّ اللهُ**

وَحدهُ لا شریک لهُ، وَ نَشهَدُ اَنَّ مُحمدا عبدهُ و رسولُهُ، ارسله بالحق بشیرا و نذیرا بینَ یدَيِ الساعة، مَن یُطِعِ اللهَ وَ رَسولَهُ فَقَد رَشَدَ، و مَن یَّعصِهِمَا فَاِنَّهُ لا یَضُرُّ اِلَّا نَفسَهُ وَ لاَ یَضُرُّ اللهَ شَیئا.

امَّا بَعدُ، فَاَعُوذُ بِاللهِ مِنَ الشیطٰنِ الرَّجیم، بسم اللهِ الرحمٰنِ الرَّحیم.

یا ایهاالذین آمَنوا اتَّقُوا اللهَ حَقَّ تُقٰتِه، وَ لاَ تَمُوتُنَّ اِلاَّ وَ انتُم مُسلِمُونَ.

یا ایُّهاَالنَّاسُ اتَّقُوا رَبَّکُم الذي خَلَقَکُم مِّن نَّفسٍ واحِدة و خَلَق منها زوجها، وَ بَثَّ مِنهُما رِجالا کثیرا وَّ نِسآءَ، واتَّقُو اللہ الذي تَسآءَ لُونَ بِه والارحامَ، اِنَّ اللہ کانَ علیکُم رقیبا.

یا ایهاالذین آمَنُوا اتَّقُو اللهَ وَ قُولُو قَولا سَدیدا. یُصلِح لکم اعمالَکُم و یَغفِرُ لَکُم ذُنُوبکُم، وَ مَن یُّطِعِ اللهَ و رَسُولَهُ فَقَد فاز فوزا عظیما.

قالَ نَبیُّکُم صلي اللهُ علیهِ وَسلَّمَ یا معشَرَالشباب مَنِ استَطاعَ مِنکُم البَاءَةَ فَلیَتَزَوَّج، فَاِنَّه اَغَضُّ لِلبصَرِ و احصَنُ لِلفَرَجِ، وَ من لَّم یستطع فَعَلیهِ بِالصَّوم، فَاِنَّ لَهُ وِجاءُ.

و قالَ رَسُول اللهِ صلي اللهُ علیهِ وَسَلَّمَ "النِّکَاحُ مِن سُنَّتي فَمَن رَغِبَ عَن سُنَّتي فَلیسَ مِنِّي."

**(دُعا) ربنا هب لنا من ازواجنا و ذريٰتنا قُرَّةَ اعين واجعلنا للمُتَّقينَ اِماما.**

**اللهُم اَلِّف بَينَ قُلُوبِهِما كَما اَلَّفتَ بَينَ سيدنا آدم علَيه السَّلامُ و حواءُ عليها السلام، وَ بَينَ سَيّدنا ابراهيم عليه السلامُ وَ بين سارة و هاجرة عليهما السلام، وَ بَينَ سَيدنا مُوسيٰ عليه السلام و بينَ صَفوراءَ عليها السلام، و اَلِّف بَينَهُما كَما اَلَّفتَ بَينَ سيدنا محمدِ صلي اللهُ عليهِ وسلمَ و بينَ خديجة الكبرا و عائشة الصِدِيقةَ رضي اللهُ تعاليٰ عنهما، و بَينَ سيدنا علي رضي الله تعاليٰ عنهُ و بَينَ فاطِمَة الزَّهراءَ رضي الله تعاليٰ عنها. اللهُم القِ بينهُما اُلفةَ كاملَةَ و مَحبَّةَ تآمَّة.**

**اللهُم اجعَل هٰذا الزِواجَ زِواجاَ مٌباركا وَّ سَعِيداَ. اللهم اجعل هٰذا القِرانَ قِرانا مُباركا بِبَركة.**

**اِنَّ اللهَ و ملائكتهُ يُصَلُّونَ علي النَّبِيِّ، يا ايُّها الذين آمَنوا صلُّوا عليه و سَلِّمُوا تَسلِيما. و صلي الله عليٰ النبي الاُمِيِّ و آله و اصحابه صلي الله عليه وسلم صلوٰة و سلاما عليکَ يا رَسُولَ الله، سُبحٰن ربک رب العزَّة عَمَّا يَصِفون، وسلامُ علي المُرسَلين والحمدُ لله رب العٰلَمِين.**

**مُبارک ****

**بارَک اللهُ لكُما و بارَک عليكُما و جَمَعَ بينكُما في خير.**